# آسان سنڌي ڪتاب

## پنجين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

لکندڙ: سڪيو خان چنا

ايڊيٽر: اويس ڀٽو

نظرثاني: ڊاڪٽر سيد محمد صالح شاهه

پروف ريڊر: جمشيد احمد جوٽيجو

ڪمپيوٽر گرافڪس: نورمحمد سميجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: دانش ڀبر

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سَبق پهريون

# ڏَٺِي سڀگورو (بيت)

ڪَنهن جِي هرهڪ زبان تي آهي باتِ!
ڪير پيدا ڪري ٿو ڏينهُن ۽ راتِ؟

دل ۾ سيڪنهن کي آهي ڪنهن جي تاتِ،
ڪنهن جي هرهڪ کي آهي وائِي واتِ؟

ڪير ڏئي ٿو گلن کي هِيءَ خوشبوءِ؟
ڪنهن ڏِني راتِ، ڪنهن ڏني پرياتِ؟

ڪيرُ نديون وهاءِ، اَنُ اُپاءِ،
مُندَ تي ڪنهن وسائِي هِيءَ برساتِ؟

ڪنهن ڏِني سِنڌُو، ڪنهن ڏِني ڪِينجَهرِ،
ڪير ڏئي ٿو ٻَنيون ۽ هِي باغاتِ؟

سو ڏَٺِي آهه جڳ سندو والِي،
تَنهن جو ڪو ساٿِي ۽ نڪو ساٿِي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ڏينهن ۽ رات ڪير ٿو پيدا ڪري؟ 2- گلن کي خوشبوءِ ڪير ٿو ڏئي؟
3- نديون ڪير ٿو وهائي؟ 4- اَنُ ڪير ٿو اُپائي؟

(ب) هيٺيان لفظ لکي ڏيکاريو:

| پريات | ڪينجهر | ساٿي | ساٿي | ٻني | سنڌو | ڏينهن | مند | ڪنهن | جڳ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|

سَبق پهريون

# اسان جو پيارو نَبي صلي الله عليه وآلهٖ وسلم

اسان جي پياري نَبِي ڪريم جو نالو حضرت مُحمّد صلي الله عليه وآلهٖ وسلم آهي. پاڻ سڳورا عرب ملڪ جي مڪي شهر ۾ ڄاوا هئا. ننڍپڻ کان ئي پاڻ ڏاڍا سُلڇڻا، سَچارَ ۽ امانتدارَ هئا، جنهن ڪري ماڻهو کين "امِينُ" ڪري سڏيندا هئا.

اُن وقت عرب ملڪ جي ماڻهن جي حالت ڏاڍي خراب هئي، هُو بُتن جي پُوڄا ڪندا هئا. اجاين ۽ خسِيس ڳالهين تان پاڻ ۾ وِڙهي پوندا هئا. اهي ويڙهه ڪيئين سال هلندي هئي، جنهن ڪري ڪيتري خونريزي ٿيندي هُئي. اُهي مسافرن ۽ واٽهڙُن کي ڦُريندا هُئا. پاڙي وارن کي ڏُکوئِيندا هئا. ڪڏهن ڪوٺي پنهنجي ڌيئرن کي جيئري ئي اُنهن ۾ پوري ڇڏيندا هئا.

جڏهن حضورﷺ جن جي عمر چاليهه ورهيه ٿِي ته کين خدا جو حڪم ٿيو، ته ماڻهن کي خراب ڪمن کان منع ڪريو ۽ چڱا ڪم ڏسيو. حضورﷺ جن ماڻهن کي گڏ ڪري، خدا جو حڪم ٻڌايو، ته "اوهين هڪ الله جي عبادت ڪريو، جنهن اوهان کي پيدا ڪيو آهي. ڪوڙ نه ڳالهايو. نه پاڻ ۾ وڙهو ۽ نه ڪي چوري يا ٺڳي ڪريو. پاڙي وارن سان ڀلائي ڪريو. نياڻين تي رحم ڪريو. مسافرن کي عزتَ ڏيو ۽ اُنهن کي مانِي کارايو."

اِهي ڳالهيون ٻُڌِي، گهڻا ماڻهو اچي ڪاوڙيا ۽ سندن دشمن ٿي پيا ۽ کين تڪليفون ڏيڻ لڳا. حضورﷺ جن ڪڏهن به مٿن نہ ڪاوڙيا، پر ڏاڍي پيار سان کين سمجهائيندا رهيا. آخر جڏهن ڪافرن جون زيادتيون حد کان وَڌِي ويون، تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم هجرت ڪري مڪي شريف کان مديني هليا ويا. اُتي بہ ڪافرن ساڻن جنگيون ڪيون، پر فتح آخر حق جِي ٿِي. گهڻا ئِي ماڻهو حضور صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جن جو چوڻ مڃي مسلمان ٿيا ۽ الله پاڪ کي هڪ ڪري مڃڻ لڳا. ظلم ۽ ٻيا خراب ڪم ڇڏي ڏنائون ۽ پاڻ ۾ محبتَ سان هلڻ لڳا. اهڙيءَ طرح انساني سماج ۾ هڪ زبردست انقلاب آيو.

هن وقت دنيا ۾ ڪروڙين مسلمانَ آهن، جيڪي حضرت مُحمّد صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جن کي الله جو سچو ۽ آخري پيغمبر ڪري مَڃِين ٿا ۽ سندن ڏنل تعليم ۽ حڪمن موجب هلن ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جو اسم مبارڪ ڇا آهي؟
2- حضورﷺ جن کي نبوت ملڻ وقت عربستان جي ڪهڙي حالت هئي؟
3- حضورﷺ جن ماڻهن کي خدا پاڪ جا ڪهڙا حڪم ٻڌايا؟
4- هن وقت دنيا ۾ ڪيترا مسلمان رهن ٿا؟

### (ب) هيٺيان لفظ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| منع | فتح | سماج | تعليم |
|---|---|---|---|

سَبق ٽيون

# شاهه عبدالڪريم رح بُلڙِي وارو

سيد عبدالڪريم رح، جنهن کي شاهه ڪريم ڪري سڏيندا آهن، سو سن 1538ع ۾ ڄائو هو. هو اڪثرعالمن ۽ بزرگن ڄِي صحبتَ ۾ گذاريندو هو. آخر هالن جي مشهور بزرگ حضرت مخدوم نوح رح جو مريدُ ٿيو. اُن جي صحبت ۾ رهي، روحاني رنگ ۾ رڱجِي ويو.

شاهه ڪريم رح ڏاڍو عبادت گذار هو. خدا جي مخلوق ڄِي خدمتَ ڪرڻ فرض سمجهندو هو، پاڻ کي تڪليف ڏيئِي، ٻين کي آرامُ پهچائيندو هو. ٻين جا اَهنجَ ۽ ايذاءَ دور ڪرڻ لاءِ هر وقت ڪوشان رهندو هو. هُو پوکِي راهِي ۽ محنت مزُوري ڪري، پنهنجي ڪُٽنبَ جي پالِنا ڪندو هو. مهمان نوازي سندس خاص خوبي هئي. پاڻ نہ کائِي بہ ٻين کي کارائيندو هو.

شاهه ڪريم رح ڏاڍو سادو، نِهٺو، صبر ۽ تحمَلَ وارو هو. ڪاوڙ تہ وٽس هُئِي ئِي ڪانہ. ڪيس ڪيترين ئي تڪليفون آيون، پر هر حال ۾ صبرُ ۽ شڪرُ ڪندو رهيو. ڪڏهن بہ پريشان نہ ٿيو. دنيوِي ڪاروبارُ بہ ڪندو رهيو ۽ الله جي ٻانهن ڄِي روحاني اصلاح بہ ڪندو رهيو. ڪيترن ئي ماڻهن سندس صحبتَ ۾ رهِي، ڪانئس روحاني فيضُ پرايو.

شاهه ڪريم رح پنهنجي مريدن کي هدايتَ ۽ نصيحتَ ڪرڻ وقت قرآن شريف جون آيتون ۽ حديثون ٻڌائي، کين سمجهاڻيون ڏيندو هو. هُو سنڌي زبانَ جو وڏو شاعر بہ هو. سندس شعر ۾ روحاني ۽ اخلاقي نڪتا نروار ڪيل آهن.

شاهه ڪريمؒ جون پنهنجي مريدن کي ڪيل نصيحتون ۽ هدايتون سندس هڪ مريد، قلمبند ڪيو آهن. اُن ڪتابَ جو نالو ”بيان العارفين“ آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه ڪريمؒ جا قولَ بہ آيل آهن، تہ سندس بيتَ بہ ڏنل آهن. ان کان سواءِ ٻين بزرگن جا قول، قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ ٻين شاعرن جا فارسي ۽ سنڌِي بيت بہ آيل آهن.

شاهه ڪريمؒ سن 1623ع ۾ اٽڪل 86 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. کيس بُلڙي ۾ دفن ڪيو ويو. جتي هر سال مقرر ڏِينهَن تي ميلو لڳندو آهي. شاهه ڪريمؒ جو قبو سندس ڏَڙپوٽي، سنڌي زبانَ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيفؒ ڀٽائِيءَ نهرايو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاهه ڪريمؒ ڪهڙي سن ۾ ڄائو هو؟
2- شاهه ڪريمؒ ڪنهن جو مريد هو؟
3- شاهه ڪريمؒ جون نصيحتون ڪهڙي ڪتاب ۾ درج آهن؟
4- سندس قبو ڪنهن نهرايو هو؟

### (ب) هيٺيان لفظ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| قلمبند | محبت | اهنج | اِيذاءُ | اصلاح |
|---|---|---|---|---|

سَبق چوٿون

# ڏِٺيءَ جِي وڏائِي

ڏِسي دنيا ۾ عجب نظارا،
سائِينءَ جِي سَگهه سمجهه پيارا،
اُپ ۽ ڌَرتيءَ تي اسرارَ،
جوڙيا سائينءَ سڀ جِنسارَ.

******************************

وَڻَ ٽِڻ بُوٽا ڌَٽيءَ اُپايا
قسمين قسمين پَنَ بنايا،
گل ڦُل، ميوا ڪَئين گلزارَ،
جوڙيا سائينءَ سڀ جِنسارَ.

******************************

اُپ ڏي تورِي نظر ڪريو،
سج، چندڊ تي پڻ ڌيانُ ڌريو،
سهڻي تارن سندِي قطارَ،
جوڙيا سائينءَ سڀ جِنسارَ.

******************************

راتين پُنيان ڏِينهَن اچن،
جُهڙن پنيان روز روشن،
ڪڏهن چاندوڪِي ڪڏهن ڪارَ،
جوڙيا سائينءَ سڀ جِنسارَ.

جڳ جو چرخو عجب چلي
سڀ کو چئي تو "بَلي بَلي!"
ڪري نہ ڪوئي سگهي شمار،
جوڙيا سائينءَ سڀ جِنسارَ.

- ڪشنچند بيوس

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. دنيا جا نظارا ڪنهن جا پيدا ڪيل آهن؟
2. وڻ ٽڻ ڪنهن پيدا ڪيا آهن؟
3. رات جو اُڀ ۾ ڇا ڇا ڏسڻ ۾ ايندو آهي؟

### (ب) خال ڀري هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:

- اُڀ ڏي تــوري ..............................
سج، چنڊ تي پڻ..............................
..................................سندي قطار،
...................................سڀ جنسار.

سَبق پنجون

# موڪلَ جو ڏِينھُن

**پيءُ** : اڄ موڪل جو ڏِينھُن آھي. محمودَ، تون ڇا ڪندين؟
**محمودُ:** بابا، آءٌ ڪتاب پڙهان. ڪتاب مان ڏِسي ڏکيا لفظ بہ لکان ۽ اُنھن جِي معنيٰ بہ ياد ڪريان.
**پيءُ** : شاباس، پُٽ، اهو چڱو ڪندين. مقبولَ، تون بہ ڪجھ ڪَرِين يا رڳو وقت وڃائِين.
**مقبولُ:** بابا، آءٌ پنھنجي دوست ڏانھن خط لکان. خط لِکِي، اِجھو ٿو اوهان کي ڏيکاريان.
**پيءُ** : وسيمَ تون ڇا ڪَرِين؟ پَڙهين يا رڳو راند ڪَرِين؟
**وسيمُ:** بابا مون کي تہ سائِين پاڙهي ئي نٿو. چوي ٿو تہ "تون اڃا ننڍو آهين!"
**پيءُ** : زبيده ۽ سعيده، اوهان ڇا ڪريو؟
**زبيده :** بابا، آءٌ تہ ڪپڙا سِبان ۽ سعيده پاڻي ڀريندي.

**پيءُ** : باهر ڏسو تہ ڇوڪرا ڪِيئن نہ پيا ډوڙن ۽ رانديون ڪن!
پڙهڻ لکڻ ۽ ڪم ڪرڻ بہ چڱو آهي، پر موڪلَ جي ڏِينهَن
راند رُوند ڪرڻ ۽ دل ڪي وندرائڻ بہ چَڱِي ڳَالِهہ آهي.

## مشق

### (الف) هينيان سوالن جا جواب ڏيو:

1. محمود پيءُ کي ڪهڙو جواب ڏنو؟
2. مقبول ڪنهن ڏانهن خط پئي لکيو؟
3. زبيده ۽ سعيده ڇا ڪري رهيون هيون؟

### (ب) هينيان جملا پڙهو ۽ لکي ڏيکاريو:

(1) آءٌ پڙهان پيو.
(2) اَسين لکون پيا.
(3) هُوءَ راند پيئِي ڪري.
(4) هُو ډوڙن پيا.

سَبق ڇهون

# مهمانَ

**عبدالمجيد:** پُٽَ! ٻاهر در تي ڏس تہ ڪير بيٺو آهي؟

**پُٽُ:** بابا، ٻاهر در تي ڪي ماڻهو بيٺا آهن، اُهي اوهان سان ملڻ لاءِ آيا آهن.

**عبدالمجيد:** هائو، پُٽَ، اِهي پري کان آيا آهن. اِهي اسان جا مهمانَ آهن. وَٺِي هَلِي اوطاقَ ۾ ويهارِينِ.

**پُٽُ:** بابا، مهمانن کي مون اوطاقُ ۾ ويهاريو آهي.

**عبدالمجيد:** اَدا، سڀ ڀَلِي ڪري آيا! خوش آهيو! چَڱا ڀَلا آهيو!

**هِڪ مهمانُ:** ادا، مون اوهان ڏانهن هڪ خط لکيو هو، پر اوهان وٽان جواب ڪونہ آيو.

**عبدالمجيد:** ادا، مون اوهان ڏي جواب تہ اُماڻيو هو. هِيءَ، اوهان سان ٻيا ڪير آيا آهن؟

**مهمانُ:** ادا، هِيءُ منهنجو ياءُ آهي. هِيءُ ڪراچيءَ ۾ تعليمَ وٺڻ لاءِ آيو آهي. هُو ڪرسيءَ تي منهنجو سَوٽُ وينو آهي. هُو امتحان ڏيڻ لاءِ آيو آهي. ادا، هِيءُ خط وٺو!

**عبدالمجيد:** ادا، هِيءُ خط ڪنهن لکيو آهي؟

**مهمانُ:** ادا، اِهو خط منهنجي ماساتَ لکيو آهي. اهو ڪنهن ڪم سان حيدرآباد ويو آهي. اُتان سياڻي هيڏانهن اِيندو ۽ اوهان سان به اَچِي ملندو.

# مشق

## (الف) هيٺيان جملا پڙهو ۽ لکي ڏيکاريو:

(1) در تي ڪير بيٺو آهي؟

(2) مون اوهان ڏي خط لکيو آهي.

(3) هي پري ڪان آيا آهن.

(4) سج مٿي چڙهي آيو آهي.

## (ب) هيٺين جملن ۾ ڇڏيل لفظ وجهو:

(1) ڪرسيءَ تي ماستر صاحب ................... آهي.

(2) هيءُ ڪراچيءَ ۾ تعليم وٺڻ لاءِ ........... آهي.

(3) ادا، اهو خط منهنجي ................... لکيو آهي.

(4) اهو ڪم سان ................................ ويو آهي.

# سلِيمَ ڪتابُ پڙهيو هوندو

سليمَ هِيءُ ڪتابُ پڙهيو هوندو.
اقبالَ هِيءُ خطُ لکيو هوندو.
محمودَ هِيءُ دِلو ڀڳو هوندو.

*******************************

هِيءُ ڪتابُ ڪنهن پڙهيو هوندو؟
هِيءُ خطُ ڪنهن لکيو هوندو؟
هِيءُ دِلو ڪنهن ڀڳو هوندو؟

*******************************

هِيءُ ڪتابُ اقبالَ پڙهيو هوندو ڇا؟
نہ، هِيءُ ڪتابُ اقبال ڪونہ پڙهيو هوندو،
هِيءُ ڪتابُ سليمَ پڙهيو هوندو.

*******************************

هِيءُ خطُ سليمَ لکيو هوندو ڇا؟
نہ، هِيءُ خطُ ڪونہ لکيو هوندو.
هِيءُ خطُ اقبالَ لکيو هوندو.

*******************************

هِيءُ دِلو مقبولَ ڀڳو هوندو ڇا؟
نہ، هِيءُ دِلو مقبولَ ڪونہ ڀڳو هوندو.
هِيءُ دِلو محمودَ ڀڳو هوندو.

# مشق

## (الف) هيٺيان جملا پڙهو ۽ لکي ڏيکاريو:

(1) هِيءُ کِيرُ ٻلِيءَ هاريو هوندو.
(2) هيءُ ڪلف ڪنهن کوليو هوندو؟
(3) اڪبر بيت ياد ڪيو هوندو.
(4) سعيد سبق لکيو هوندو.

## (ب) هيٺيان جملا خيال سان پڙهو ۽ انهن ۾ خال پريو:

(1) هِيءُ ڪتابُ سليمَ ...................... هوندو.
(2) اقبال خط .................................. هوندو.
(3) محمود دلو ............................... هوندو.
(4) ٻليءَ کِيرَ ................................. هوندو.

سَبق اَٺون

# اشرفُ محنتَ ڪري ٿو

اشرفُ محنتَ ڪري ٿو، تہ پھريون نمبر اچي ٿو.
آءٌ ڪتابُ پڙھان ٿو، تہ انعامُ ملي ٿو.
اڪرمُ اڄ اچي ٿو، تہ ڏاڍو مزو ٿئي ٿو.
ريلَ دير نہ اچي ٿي، تہ اسِين وقت تي پھچون ٿا.

اشرفُ محنتَ ڪري ٿو، تہ ڇا ٿئي ٿو
آءٌ ڪتاب پڙھان تہ ڇا ٿئي ٿو؟
اڪرمُ اڄ اَچي ٿو، تہ ڇا ٿئي ٿو؟
ريلَ دير نہ اچي ٿي، تہ ڇا ٿئي ٿو؟

انگورَ پچن ٿا، تہ اسين کائون ٿا.
ڪچا ٻيرَ کائون ٿا، تہ کنگھ ٿئي ٿي.
کِيرُ پيون ٿا، تہ سگھارا ٿيون ٿا.

## مشق

(الف) ھيٺيان جملا پڙھو ۽ لِکِي ڏيکاريو:

1- آءٌ اچان ٿو، تہ توسان ملان ٿو.

2- اڪبر ٽپُ ڏئي ٿو، تہ ڪِري پوي ٿو.

3- وسيم محنت ڪري ٿو، تہ ڪامياب ٿئي ٿو.

سَبق نائون

# حاتم طائِي

حاتم، عربستان ملڪَ جي يمن واري علائقي جو حاڪمُ هو. هِيءُ 'طيءِ' قبيلي مان هو. تنهن ڪري ڪيس طائِي سڏيندا هئا. هُن جو نالو سخاوت ڪري ڏاڍو مشهورُ هو. چون ٿا ته ڪوبہ سائِلُ سندس در تان ڪڏهن خالي نہ موٽيو. هِن سخي مردَ کي محتاجن ۽ مسڪينن جي مدد ڪري، دِلِي آرامُ اِيندو هو. اُن ڪري هُن پنهنجِي سمورِي ملڪيتَ ۽ مال خدا جي راهہ ۾ ضرورت مندن کي ڏيئِي ڇڏيو.

سندس سخاوت جي هڪ ڳالهہ مشهورُ آهي، تہ عربستانَ جو هڪ امير حاتمَ جي سخاوت جُون ڳالهيون ٻُڌِي پيو دل ۾ سَڙندو هو. هڪ ڏِينهن اهو اميرُ حاتمَ جِي سخاوت جو امتحانُ وٺڻ لاءِ وٽس لنگهي ويو. حاتمَ هُن جِي ڏاڍِي خدمتَ ڪئِي. هُن جي ڪاڏي وغيره جو چڱو انتظام ڪيائين. رات جو آرام ڪرڻ کان پوءِ جڏهن صبح جو حاتمَ امير کان احوالُ پڇيو، تہ اميرَ ڪانئس سندس پياري گهوڙي جي گهُر ڪئي.

اِها ڳالهه ٻڌي حاتم ڏاڍو پريشان ٿيو. هِن جي پريشانِي ڏِسِي، اميرَ کيس چيو، ”اوهان جيڪڏهن گهوڙي ڏيڻ ۾ اَرها آهيو، ته مون کي گهوڙو ڪونه کپي.“ حاتمَ جواب ڏنس، ته ”مان انهيءَ لاءِ پريشان نه آهيان، ته تو مون کان منهنجو پيارو گهوڙو گهريو آهي. دراصل مون کي هِن ڳالهه مُنجهايو آهي، ته تنهنجي کارائڻ لاءِ، ڪابه شيءِ نه هُئِي، اِن ڪري اُهو گهوڙو ڪُهِي تنهنجِي مهمانِي ڪئِي اٿم. هينئر پريشان اِن ڪري آهيان، ته توکي خالي هَٿين ڪيئن موٽايان!“

اميرَ، حاتَم جي اِها ڳالهه ٻڌِي، ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ ٻڌايائينس ته ”مان تنهنجو امتحانُ لهڻ آيو هئس، پر بيشڪ، توکي جهڙو سخي ٻڌم، تهڙو ڏٺم.“

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حاتم ڪٿي جو حاڪم هو؟
2- هو ڪهڙيءَ ڳالهه جي ڪري مشهور هو؟
3- امير، حاتم وٽ ڇو آيو هو؟
4- حاتم، امير جي دعوت ۾ ڇا ڪيو؟
5- امير ڇو شرمندو ٿيو؟

(ب) هيٺين لفظن جا واحد / جمع ڏيو:

| راتِ | | شيون | |
|---|---|---|---|
| راهه | | دليون | |
| ڳالهه | | گهوڙا | |

# ٽيلِيوِيزن

سائنس انسان ذات لاءِ اهڙيون سهولتون پيدا ڪيون آهن جن بابت انسانَ ڪي خواب خيال بہ ڪِينَ هو. سائنس جي اهڙين شين مان ٽيليويزن بہ هڪ حيران ڪندڙ ايجادَ آهي.

ريڊيو جي وسيلي اسين فقط آواز ٻُڌِي سگهون ٿا، پر ٽيليويزن ۾ نہ رڳو ڳالهائيندڙ ۽ ڳائيندڙ جو

آواز ٻڌون ٿا، پر اُن جي شڪل ۽ چُرپُر بہ ڏسِي سگهون ٿا.

ٽيليويزن سيٽ، ريڊيو سيٽ کان وڏو ٿِيندو آهي. منجهس شِيشي جو هڪ پردو لڳل هوندو آهي، جنهن ۾ ڳالهائيندڙ جي تصوير نظر اِيندِي آهي ۽ اندر لڳل لائوڊ اسپيڪر مان آواز ٻڌڻ ۾ اِيندو آهي.

ريڊئي ۽ ٽيليويزن ۾ فرق آهي. ريڊيو اسٽيشن ۾ آواز کي برقي لهرُن ۾ تبديل ڪيو وڃي ٿو. اِهي لهرُون لکين دفعا واڌ ڪائِي مٿي فضا ۾ هلنديون رهن ٿيون. ريڊيو سيٽ ۾ اِهو بندوبست رکيل هوندو آهي، جو اُهو اُنهن لهرُن کي آواز ۾ تبديل ڪري سگهندو آهي ۽ اُهو آواز ٻڌڻ ۾ اِيندو آهي.

ٽيليويزن ۾ وري آواز سان گڏ روشنيءَ جي لهرُن کي بہ بجليءَ جي لهرُن ۾ بدلايو وڃي ٿو. اُن ڪري آواز سان گڏ شڪل بہ ڏسڻ ۾

اچي ٿي. ريڊيو ذريعي آواز هزارين ڪلوميٽرن تائين ٻُڌِي سگهجي ٿو، پر ٽيليويزن اٽڪل 161 ڪلوميٽرن کان وڌيڪ مفاصلي تي ڏِسِي نہ ٿي سگهجي. اِن ڪري ٽيليويزن جي پروگرام لاءِ مقرر مفاصلي کان پوءِ هڪ اوزار لڳايو ويندو آهي، جنهن کي ”بُوسٽر“ چيو ويندو آهي. هاڻي هٽرادو اپگرهہ (سيٽلائيٽ) وسيلي ٽيليويزن پروگرام سڄي دنيا ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ريڊيو ۽ ٽيليويزن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
2- ٽيليويزن ۾ ٻالهائيندڙ جي شڪل ڪيئن ٿي نظر اچي؟
3- ٽيليويزن، ريڊيو وانگر پري تائين ڪم ڇو نہ ٿي ڪري؟
4- ٽيليويزن مان اسان کي ڪهڙي سهولت حاصل ٿئي ٿي؟

## (ب) هيٺين جملن کي پورو ڪري ڏيکاريو:

1- ٽيليويزن سائنس جي هڪ حيران ڪندڙ...................... آهي.
2- مقرر مفاصلي کان پوءِ هڪ اوزار لڳايو ويندو آهي. جنهن کي ........................ چيو ويندو آهي.
3- هاڻي هٽرادو ........................ وسيلي ٽيليويزن پروگرام سڄي دنيا ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

سَبق يارهون

# شهرِي ۽ ڳوٺاڻا

هڪ شهرِي ڪنهن ڪم سانگي هڪ ڳوٺ ۾ ويو. هُن کي اُتي رات پئجي ويئِي ۽ هڪ ڳوٺاڻي جي اوطاق ۾ رات ٽِڪي پيو. مانِي ٽِڪِي کائِي، رهاڻيون ڪرڻ لڳا. ڳالهين ڪندي شهرَ ۽ ڳوٺَ بابت اچي بحث ڇڙيو. شهرِي شهرَ جي ساراهِ ڪرڻ لڳو ۽ ڳوٺاڻو ورِي ڳوٺ جي تعريفَ ڪرڻ لڳو.

**شهري:** يائو! زندگي آهي شهر جِي. جايون پڪيون، رستا پَڪا ۽ بازاريون ڇَهڇٽي واريون، جن ۾ دڪانَ اهڙا سينگاريل جا ڇا ڳالهه ڪجي!

**ڳوٺاڻو:** اِهِي ڳالهِيون تہ برابر، پر شهرن جون جايون سوڙهيون، نہ اڱڻ نہ ايوان، نہ اُسَ ۽ نہ ورِي هوا جو گذر، رستا تہ آهن پر گاڏين ۽ موٽرن جي دُونهين ڪري ساهُ کڻڻ ئِي مشڪل. ڳوٺن ۾ گهر ڪشادا، هوا ۽ اُس جو گذر سنو، نہ آهي دونهاٽيل هوا ۽ نہ وري گاڏين جو گوڙ.

**شهرِي:** اِها ڳالهہ برابر آهي. پر اسان وٽ شهرَ ۾ ڪاڏي جي جيڪا شيءِ گُهر سا حاضر. نہ رڳو ڪَچو سامانُ ملي ٿو، پر تيار ٿيل بہ ملي

تو، اوهان وٽ اها سهولت ڪٿي آهي.

**ڳوٺاڻو:** دوستَ! توهان وٽ برابر ڪاڌي جون رَڌَلَ پَڪلَ خواهه ڪچيون شيون ملن ٿيون، پر اُهي سڀ اهڙيون صاف ۽ تازيون نہ آهن، جهڙيون اسان جي ڳوٺ ۾ آهن. اسان وٽ کِيرُ، مَکَڻُ، ڏُڌُ ۽ گيهُہ نِج ۽ صاف ملي ٿو، پر شهرن ۾ هر شيءِ ملاوٽَ وارِي آهي. اِهوئِي سببُ آهي جو اوهان جي صحتَ بہ درست نہ ٿِي رهي، ۽ ڳوٺن جا ماڻهو سَگهارا ۽ جاننا آهن.

**شهري:** يائو! برابر ڪاڌي پِيتي جُون شيون اوهان وٽ صاف ملن ٿيون، پر اسان وٽ ڪي اهڙيون ڳالهيون آهن جي اوهان ڪي بِنهہ نصيب ڪِينَ آهن. شهر ۾ تعليم لاءِ وڏا وڏا اسڪولَ ۽ ڪاليج آهن، جتي شاگردن ڪي علمُ حاصل ڪرڻ جون سڀ سهولتون آهن. اوهان وٽ اُهي سهولتون ڪٿي آهن؟

**ڳوٺاڻو:** ادا! برابر علمُ ماڻهوءَ ڪي حيوانَ مان انسانُ بڻائي ٿو، پر علمُ بہ تڏهن حاصل ڪري سگهبو، جڏهن صحتَ سلامت هوندِي.

**شهري:** ادا! برابر ڪي ڳالهيون شهرَ جون چڱيون آهن ۽ ڪي ڳوٺَ ۾ سُنيون آهن، اِن ڪري اسان ڪي اجايو بحثُ ڪرڻ نہ گهرجي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. شهري ماڻهو ڪنهن وٽ رات ٽڪيو هو؟
2. شهري ۽ ڳوناڻو ڇا جي تعريف ڪرڻ لڳا؟
3. موٽرن ۽ لارين جي دونهين ڪري ڪهڙو نقصان آهي؟
4. ڳوٺن ۾ ڪهڙيون نِج شيون ملن ٿيون؟
5. شهرن ۾ تعليم جو ڪهڙو بندوبست ٿيل آهي؟

سَبق ٻارهون

# کيتِي سِرَ سيتِي (نظم)

هڪڙو لک جو ٻولُ ٻڌايان، کيتِي آ سِر سيتِي سائِين!

************************

هارِيءَ جي همتَ سان سائِين، ڏُکَ لهن ٿا، سُکَ ملن ٿا،
پيشانِيءَ تان بُوند پَگهر جي، ڪِري ته ڪِل ڪِل کيتَ کِلن ٿا،
هڪڙو لک جو ٻولُ ٻڌايان، کيتي آ سِرَ سيتِي سائِين!

**************************

مُلڪَ مِني جا ماڻهو پيارا، همتَ وارا، حشمتَ وارا،
ڪاهي هليا قرب منجهاران، ٻَگا، ساوا، ڏاندَ مَتارا،
هڪڙو لک جو ٻول ٻڌايان، کيتِي آ سِرَ سيتي سائين!

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- همت ۽ محنت سان هاري ڪهڙيءَ طرح ڏکن کي سکن ۾ بدلائي ٿو؟
2- شاعر پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي ڪهڙي ساراهه ڪئي آهي؟

سَبق تيرهون

# سَچَل سَرمست

سچل سَرمستَ جو اصل نالو عبدالوهابُ هو. هُو سن 1739ع ۾ خيرپور ضلعي جي ڳوٺَ درازن ۾ ڄائو. هُن جي والدَ جو نالو صلاح الدين ۽ ڏاڏي جو ميان صاحب ڏِنو هو. پِيءُ جي وفات کان پوءِ پنهنجي چاچي ميان عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو.

سچل سرمست نہ رُڳو قرآن شريف جو حافظُ هو، پر اُن سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جو بہ عالمُ هو ۽ تصوفَ جي ڪتابن جو بہ چڱِيءَ طرح مطالعو ڪيو هئائِين. روحاني فيض پنهنجي چاچي ميان عبدالحق کان پِرايائِين.

سچلَ کي اڪيلائِي پسند هئي. هُو ٿورو سُمهندو ۽ ٿورو کائيندو هو. هُو شريعت تي پورو ۽ روزي نمازَ جو پابند هو.

هُو ڪاملُ درويشُ ۽ اعليٰ صوفي شاعرُ بہ هو. سندس ڪلامُ ستن زبانن ۾ آهي. خاص طرح سان سنڌي، سرائڪي، فارسي ۽ اردو زبانَ ۾ ڪيترائي شعرَ چيا اٿس. سنڌي شعر وانگر سندس اردو، فارسي ۽ سرائڪي شعر بہ اعليٰ درجي جا آهن. سنڌي، سرائڪي ۽

اردو شعر ۾ ”سچو“ ۽ ”سچل“ ۽ فارسي شعر ”آشڪار“ تخلص ڪم آندو اٿس. پارسي زبان ۾ سندس ”ديوانِ آشڪار“ مشهور آهي. اُن کان سواءِ پارسي زبانَ ۾ ڪيتريون مثنويون بہ چيون اٿس.

سچلَ سرمستَ سن 1827ع ۾ وفاتَ ڪِئي. سندس وفاتَ جي تاريخ 14 رمضان تي درازن ۾ هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. ميلي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ٿِيندِي آهي، جنهن ۾ سڄيءَ سنڌ جا شاعر ۽ اديب شريڪ ٿِيي، سچل سرمستَ جِي شاعريءَ ۽ پيغامَ بابت تقريرون ڪندا آهن ۽ شعر پڙهندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. سچل سرمست جو اصل نالو ڇا آهي؟
2. سندس سنيال ڪنهن ڪئي؟
3. سچل سرمست ڪيترين ٻولين ۾ شعر چيو آهي؟
4. سندس ميلو ڪٿي لڳندو آهي؟

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

ڄائو – پرايو – سندس – پيغام – ڪامل.

### (ج) هيٺين لفظن جا ضد ڏيو:

| | اعليٰ | | هيٺ |
|---|---|---|---|
| | ٿورو | | سمهندو |

# ميان مِير

ميان مِيرَ جو اصل نالو شيخ مير مُحمُدَ هو. سندس والدَ جو نالو قاضي سائِينڏِنو هو. قاضي صاحبُ، پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالمُ هو. ميان مِيرَ جي والده سنڌ جي مشهور سنڌي شاعرَ ۽ عالمَ قاضي قادن جي نياڻِي هُئِي.

ميان مِيرُ 957هجريءَ ۾ سنڌ جي قديم شَهرَ سيوهڻَ ۾ ڄائو. جڏهن ستن سالن جو ٿيو، تہ سندس والد وفات ڪري ويو. هُن پنهنجي والده وٽ تعليم ۽ تربيت ورتِي. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿيو. ظاهري علمن حاصل ڪرڻ کان پوءِ هُن باطِني تربيت طرف رخ ڪيو. سندس والده هر منزل تي هُن جي رهنمائي ڪَئِي.

ميان مِيرَ جڏهن قادري طريقي جي پِيرَ، شيخ خضرَ جو نالو ٻُڌو، جو سيوستانَ جي جبلن ۾ رهندو هو. تڏهن پنهنجي والده کان اجازت وٺِي اُنهن جبلن ڏانهن رخ ڪيائِين. آخر وڃِي شيخ خضرَ سان مليو ۽ اُن جِي صحبت ۾ سلوڪ ۽ طريقت جون منزلون طئي ڪندو رهيو. اهڙي طرح وڃي وڏي مرتبي کي پهتو ۽ خلافتَ جو شرفُ حاصل ٿيس.

28 سالن جي عمر ۾، مرشد طرفان حڪم ٿيس تہ ”لاهور وڃ ۽ اُتي وڃي ماڻهن کي هدايتَ ڪر.“ پنهنجي مرشد جي حڪم تي لبيڪ چئِي، ميان مِيرُ لاهور پهتو. پنهنجِي حياتِيءَ جا باقي سٺ ورهيہ اُتي گذاريائِين. ميان مِيرَ جي صحبتَ ۾ جيڪو ٿي آيو، سو عشق اِلاهيءَ ۾ رڱجِي ٿي ويو. سندس نالو بادشاهي دربار تائين پهتو. مغل شهنشاهہ جهانگيرُ ۽ شاهجهانُ بہ سندس معتقدن مان هئا. دارا شڪوهہ جي تہ ساڻس گهرِي محبتَ هئِي.

مِيان مِيرُ 7 ربيع الاول 1045هجريءَ ۾ وفات ڪئي. اُن وقت سندس عمر 88 سال هئي. ڪيس لاهور جي پرسان هاشم پور ۾ دفن ڪيو ويو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ميان مير ڪٿي ڄائو هو؟
2- ميان مير ڪنهن جو مريد هو؟
3- ميان مير کي مرشد ڪهڙو حڪم ڪيو؟
4- آخري ڏينهن ڪٿي گذاريائين؟

### (ب) هيٺين جملن مان ضمير ڳوليو:

1- هُو ماني کائي ٿو.
2- آءٌ ڪتاب پڙهان ٿو.
3- تون خط لکين ٿو.

# پيارا پاڪستان (نظم)

اعليٰ تُنهنجو شـــانُ، پيارا پاڪستانَ!
پيارا پاڪستانَ، اعليٰ تُنهنجو شـــانُ!

تنهنجو جهنڊو پـــيـــارو پـــيـــارو،
چَمڪي جنهن ۾ ”چنڊ ۽ تـــــارو“،
تُنهنجو خاص نشانُ، پيارا پاڪستانَ!

سڀ ڪان تُنهنجو شـــانُ نـــرالـــو،
جَڳَ ۾ تُنهنجو روشـــن نـــالـــو،
مُلڪين تُنهنجو مانُ، پيارا پاڪستانَ!

عِلمُ پِرايُـــون، عـــزَت پـــايـــون،
تُنهنجو شـــانُ ۽ مـــانُ وڌايـــون،
صدقي توتان جان، پيارا پاڪستانَ!

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- پاڪستان جي جهنڊي ۾ ڪهڙو خاص نشان آهي؟
2- علم پرائڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو آهي؟
3- اسان کي پاڪستان لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

سَبق سورهون

# صحتَ جا اصولَ

اللہ تعاليٰ پنهنجي مهربانيءَ سان انسانَ کي جيڪي نعمتون عطا ڪيون آهن، انهن مان تندرستي هڪ وڏي نِعمتَ آهي. جيڪڏهن انسانُ تندرست آهي، ته ڪمائي به سَگهي ٿو، تعليمَ به حاصل ڪري سگهي ٿو، خدا جِي عبادت به ڪري سگهي ٿو، ۽ ماءُ پِيءُ جي خدمتَ به ڪري سگهي ٿو. اِن ڪري ضروري آهي ته اسِين پاڻ کي بيمارين کان بچايون ۽ پاڻ کي تندرست رکون.

اسان کي پنهنجي تندرستي قائم رکڻ لاءِ صحت جي هيٺين اصولن تي عمل ڪرڻ گهرجي:

**1- هوا:** صحتَ لاءِ صاف هوا نهايت ضروري آهي. اِن ڪري ٻاهر کُلِيءَ هوا ۾ گهمڻ ڦرڻ گهرجي، ۽ هوادار جاين ۾ رهڻ گهرجي. جنهن جاءِ ۾ رهجي، اِن جا دَرَ دريون ۽ روشندانَ اهڙِيءَ طرح هئڻ گهرجن. جيئن اندرين هوا ٻاهر ۽ ٻاهرين هوا اندر اچِي وڃِي سگهي. گهر ۾ اُس ۽ روشنِيءَ جو پورو بندوبست هئڻ گهرجي.

2- **پاڻي:** صحتَ لاءِ صاف ۽ سُٺو پاڻِي نهايت ضروري آهي. صاف پاڻِي اهو آهي، جنهن ۾ نہ هجي رنگ نہ بوءِ، نہ هجي کارو ۽ نہ هجي ڪَڙو يا ڪسارو. پاڻيءَ کي ڪاڙهي، ناري، آنرائي ۽ ڇاڻي پوءِ ڪتب آڻجي، تہ وڌيڪ بهتر آهي. ڦِٽڪِي هٽڻ سان بہ پاڻِي صاف ٿِيندو آهي.

3- **ڪاڌو:** جهڙيءَ طرح سُٺِيءَ هوا ۽ سٺي پاڻِيءَ جي ضرورت آهي، اهڙِيءَ طرح سُٺو ڪاڌو بہ ضرورِي آهي. ڪاڌو گهُرج آهر کائڻ گهرجي. اُن کان سواءِ کائڻ جا وقت مقرر ڪرڻ گهرجن. ڪاڌو نہ ڪچو کائڻ گهرجي ۽ نہ گهڻو رَڌلُ کائڻ گهرجي. ڪاڌو چڱِيءَ طرح چباڙي کائجي. ڪاڌو صاف ٿانون ۾ وِجهي کائجي.

4- **ورزش:** صحتَ لاءِ ورزش نهايت ضرورِي آهي. ورزش ڪرڻ ڪري عضوا چُرندا تہ رَتَ جو دَورو تيز ٿيندو ۽ پگهرُ نڪرندو. اندر مان خراب جراثيمَ ٻاهر نڪرندا. ڦِڦِڙن کي تازِي هوا ملندِي، اِن ڪري صحتَ سُٺِي رهندِي.

اِنهن اصولن تي جيڪڏهن عمل ڪبو تہ صحت سالم رهندِي ۽ هميشه خوش گذاربو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- انسان جي لاءِ وڏي نعمت ڪهڙي آهي؟
2- صحت جا ڪهڙا اصول آهن؟
3- ورزش مان ڪهڙا فائدا آهن؟
4- پاڻي ڪهڙي ڪتب آڻجي؟
5- صاف ۽ سٺي هوا حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

### (ب) خالي جاين تي مناسب لفظ وجهي جملا پورا ڪريو:

1- صحت لاءِ صاف ۽ سٺو ............................. نهايت ضروري آهي.
2- صحت سالم رهندي ۽ ...................... خوش گذاربو.
3- ورزش سان .................................. جو دورو تيز ٿيندو.

# حيدرآباد جو شهرُ

حيدرآباد، سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهرُ آهي. هِيءُ ڏاڍو سُهڻو، سُٺو ۽ وڻندڙ شهرُ آهي. هِن شهر جو اصل نالو نِيرونُ ڪوٽُ هو، پر پوءِ ڪلهوڙا خاندان جي هڪ ناميارِي بادشاهه ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، اُن جو نالو ڦيرائي حيدرآباد رکيو.

هِيءُ شهرُ ٽڪَرَ تي اَڏيل آهي. اِن ڪري ڏاڍو هوادار آهي. هِتي جي آب هوا موافق آهي، اِن ڪري هِتي جون راتيون ٿڌيون ۽ وڻندڙ ٿين ٿيون. حيدرآباد جي اولهه ۾ سنڌو درياءُ آهي. درياءَ جو پاڻي آڻرائي، صاف ڪري، سڄي شهر کي نلن وسيلي پهچايو وِيندو آهي. هِن جي اوڀرَ ۾ ڦليلِي واهُ وهي ٿو، جتي سڄو ڏينهن ڇهچٽو لڳو پيو هوندو آهي. شهرَ جي وڏي ريلوي اسٽيشن آهي، جتي رات ڏينهن ڪيترن ئي طرفن کان ريل گاڏيون اچن ٿيون.

شهر جِي شاهِي بازار خاص طرح گهمڻ جهڙي آهي. اُها وڏِي مارڪيٽ وٽان شروع ٿِي، پَڪي قلعي وٽ ختم ٿئي ٿِي. هِن بازار ۾ هر قسم جي شيءِ ملي ٿي، ۽ روزانو لکين روپين جو واپارُ هلي ٿو.

هِتي جي مارڪيٽ بہ ڏسڻ وٽان آهي، جنهن ۾ صبح توڙي شام خريداريءَ لاءِ ماڻهن جا هشام اچِي مڙِندا آهن.

شهرَ جا رستا ڪُشادا ۽ صاف آهن. رستن تي هر وقت لارين، موٽرن، رڪشائن جي اچ وچ لڳِي پيئِي هوندِي آهي. هِتي ڪيترائِي وڏا وڏا واپارِي رهن ٿا، جن جو ولايت سان واپار هلي ٿو. هتي سيمينٽ، ڪپڙي اُٽڻ، ڪپهه ٽاٽڻ، صابڻ، چُوڙين، گٿمِڙَن، بسڪوٽن ۽ شيشي جا ڪارخانا آهن، جن ۾ ڪيترائي مَزور ڪمُ ڪن ٿا.

بازار ۽ مارڪيٽ کان سواءِ هتي قلعو، ڪلهوڙن ۽ ميرن جا قبا، سول اسپتال، هومسٽيڊ هال، ريڊيو اسٽيشن، ڪيترائي ڪاليج، چرين جي اسپتال ۽ راڻي باغ ڏسڻ جهڙا آهن. شهرَ جي پرسان ڄام شوري وٽ درياءَ تي ڪوٽڙي بئراج جي پُل آهي، جتي ڏاڍِي رونقَ لڳِي پيئِي هوندِي آهي. پُل جي پرئين پاسي لياقت يونيورسٽي آف ميڊيڪل سائنس، سنڌ يونيورسٽي، مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ٽيڪنالاجي ۽ آرٽ اينڊ ڊزائن ڪاليج جون پڻ عمارتون آهن.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- حيدرآباد شهر جو اصل نالو ڇا آهي؟

2- حيدرآباد شهر تي اهو نالو ڪنهن رکيو هو؟

3- حيدرآباد جي آب هوا ڪهڙي قسم جي آهي؟

4- حيدرآباد ۾ ڪهڙيون جايون ڏسڻ جهڙيون آهن؟

**(ب) هيٺيان لفظ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکاريو:**

| ناميارِي | موافق | ٺڪر | وٽندڙ | هَشام |
|---|---|---|---|---|

سَبق ارڙهون

# پٽَ شاهَ جو ميلو

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ سنڌ جو وڏو شاعر ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس روضو هالا تعلقي جي ڀٽَ شاهه شهر ۾ آهي. هِتي هر سال صفرَ مهيني جي چوڏهينءَ تاريخ ميلو لڳندو آهي، جنهن کي ڀٽ شاهه جو ميلو چوندا آهن. هِن ميلي ۾ ڪٿان ڪٿان کَهِي لکين ماڻهو اچي گڏ ٿِيندا آهن.

هِن ميلي تي هر قسم جا دڪانَ کُلي وِيندا آهن، جن ۾ واپاري، قسمين قسمين سامانَ ڏاڍي سهڻي نموني سينگاري رکندا آهن. روزانو لکن رپين جو واپارُ هلندو آهي. ميلي جو ڇهڇٽو سچ پچ ڏسڻ وٽان هوندو آهي.

ميلي ۾ زرعِي کاتي وارا پنهنجو اسٽال لڳائيندا آهن. جتي زراعتَ جي اوزارن جا نمونا، مختلف قسمن جا ٻجَ، ۽ زراعتَ متعلق معلوماتِي ڪتابَ رکيل هوندا آهن. اُن کان سواءِ زرعِي ماهرَ، پوک ڪرڻ پاڻ ڏيڻ ۽ جِيت مار دوائن استعمال ڪرڻ جا طريقا سمجهائِيندا ۽ پيداوار وڌائڻ جا طريقا ٻڌائِيندا آهن، جي ٻُڌِي ماڻهو گهڻو ڪجهه پرائِيندا آهن.

شاهه لطيف ثقافتِي مرڪز طرفان ميلي جي موقعي تي وڏي پيماني تي هڪ ادبي ڪانفرنس ۽ راڳ جِي محفل منعقد ڪئِي وِيندِي آهي. ادبِي ڪانفرنس ۾ شاهه صاحب جي شعر بابت تقريرون ڪيون وينديون آهن.

ميلي ۾ دستڪارين جِي نمائش بہ ٿِيندي آهي، جتي عمديون رليون، کيسَ، گربيون، جَنڊِي ۽ ڪاشِيءَ جو سامانُ رکيل هوندو آهي.

ميلي ۾ ملاکِڙو ڏسڻ وٽان هوندو آهي. مَلَهه سَندرا ٻَڌِي، اچِي ميدان ۾ بِيهندا آهن ۽ پنهنجِي طاقتَ ۽ هُنُرَ جو ڪمالُ ڏيکارِيندا آهن.

هِن ميلي جي خاص ڳالهه آهي، راڳ رهاڻ، رات ٿِي، تہ هزارين ماڻهو راڳ ٻُڌڻ لاءِ اچِي درگاهه تي گڏ ٿِيندا آهن. شاهه ڀٽائِيءَ جا فقير پنهنجي مخصوص انداز ۾ راڳ ڳائِيندا آهن.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جو روضو ڪٿي آهي؟
2- سندس ميلو ڪٿي لڳندو آهي؟
3- ڀٽ شاهه جي ميلي جون ڪهڙيون ڳالهيون مشهور آهن؟
4- ميلي جي خاص ڳالهه ڪهڙي آهي؟

## (ب) خالي جاين تي لفظ وجهي جملا پورا ڪريو:

1- ميلي تي هر قسم جا دڪان ........................... ويندا آهن.

2- شاهه ڀٽائيءَ جا فقير پنهنجي......................... انداز ۾ راڳ ڳائيندا آهن.

سَبق اُوڻيهون

# سَچُ ڳالهاءِ ( بيت )

جڏهن ڳالهه کهڙي به ڪنهن سان ڪجي،
ڏِٺــــيءَ جـــو رکِي خـــوف سچ چئي ڏجي.

سدائِين اَوِهين واٽَ ســـچ جِـــي هَــلـــو،
اَٿـــوَ ســـچ چـــوڻ ۾ بـــلاشـــڪ ڀَـلـــو.

عقـــل ۾ اڪابـــر جـــي آهيـــو اَوِهيـــن،
نہ ڏيو ڪـــوڙ ڪي جـــاءِ جِـــيءَ ۾ تَوهيـــن.

لڳي ســـچ چـــوڻ تو ڏکيـــو پـــڻ اول،
مگـــر اُن جـــو آخـــر عجب آهـــہ ڦَـــل.

سدائِين تـــو سَرَهـــو گـــذاري سَچـــارُ،
سدا آهہ ڪُـــوڙو خـــراب ۽ خـــوارُ.

ڪري ڀـــاڄَهـــہ پنهنجِي سَچي تـــي ڏِٺـــي،
مـــلـــي آبـــرُو پـــڻ سچي ڪـــي ڳهڻِـــي.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سچ ڳالهائڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟
2- ڪوڙ مان ڪهڙا نقصان آهن؟
3- سچار جي حياتي ڪيئن ٿي گذري؟

## (ب) هيٺين شعرن کي مڪمل ڪريو:

○ سدائِين اوهين واٽ ................................. جي هلو،
اتوَ سچ چوڻ ۾ .............................................. ڀَلو.

## (ج) هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ لِکو:

هلو ............................
اوهين ............................
سچار ............................
ڏٺي ............................

# وَڻُ

خانُو، هِيءُ وَڻُ ڏِس تہ ڪهڙو نہ ڏِگهو ۽ گهاٽو آهي! هِي سنهيون سنهيون ڪانيون جن تي پَن آهن، سي وَڻَ جُون ٽاريون آهن. هِي ٿُلهيون ۽ ڏگهيون ڪانيون جن مان ٽاريون نڪرن ٿيون سي وَڻَ جا ڏارَ آهن. ڏارن کي جيڪو هِيءُ ٿلهو ڪاٺ جهلي بيٺو آهي، سو وڻَ جو ٿُڙُ آهي. ٿُڙَ هيٺان وري وڻ جون پاڙون آهن، جيڪي زمين ۾ اندر کُهڙِي وڻ کي سوگهو جهلي بِيٺيون آهن ۽ هن کي کاڄُ ڏيون پهچائِينِ. وَڻَ جي ڏارن ۽ ٽارين مان بارَڻ جُون ڪانيون ٿينديون آهن. وَڻَ جي ٿُڙُ مان ڪامُون ۽ دروازا جُڙندا آهن. وَڻَ ۾ پَکِي آکيرا ٺاهيندا آهن، وڻن جي ڇانوَ هيٺ ماڻهو گرميءَ ۾ ويهِي آرام ڪندا آهن. هِي وَڻَ جيڪي رستن تي ڏِسِين ٿو سي انهيءَ لاءِ لڳل آهن.

انهن وڻن کان سواءِ ٻيا وڻ ميون جا ٿيندا آهن، جيڪي باغن ۾ پوکبا آهن. انهن وڻن مان اسان کي ڪيترن ئي قسمن جا سوادِي ميوا ملندا آهن.

اسان جي ملڪ ۾، اَنب، زيتونَ، ڏاڙهون، نارنگيون، ليمان، توت، صوف ۽ ناسپاتيون جام ٿين. اِهي سڀ ميوا، وڻن مان ملن ٿا.

وَڻَ ڏاڍا ڪمائتا آهن، اِن ڪري اسان کي گهرجي تہ گهڻا وَڻَ پوکيون ۽ اُنهن جِي حفاظتَ ڪريون.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- وڻ جون ٽاريون ڇا کي ٿو سڏجي؟

2- وڻ جا ڏار ڇا کي ٿو ڪوٺجي؟

3- وڻ جو ٿڙ ڪهڙو ٿيندو آهي؟

4- وڻ جي پاڙن جو ڪهڙو ڪم آهي؟

5- وڻ کي ڪاڄ ڪير ٿو پهچائي؟

(ب) وڻ مان جيڪي فائدا آهن سي لکو.

(ج) ميويدار وڻن جا نالا لکو.

سَبق ايڪيهون

# چترالَ جا ماڻهُو

چترالَ، پاڪستان جي اُتَرَ اُلهندي هِڪَ پُراڻي رياستَ آهي. هِن رياستَ کي لوارِي لَڪُ ڊِير رياستَ سان ملائي ٿو. هِيءَ رياستَ ڪيترو وقت الڳ رياستَ طور قائم رهندِي پئي آئِي. پر پوءِ حڪومت پاڪستان اُن کي خيبر پختونخوا صوبي سان ملائي ڇڏيو آهي. هِن رياست جي زمين ۾ ڪيترائي معدنِي خزانا موجود آهن، جهڙوڪ: هِيرا، ڪوئلو، لوهُ ۽ تيلُ.

هِن رياست جا ماڻهو دليرَ ۽ بَهادرَ آهن. جابلو علائقي ۾ هئڻ ڪري جفاڪش ۽ محنتِي آهن. سندن پوشاڪَ آهي ڍِگهو چوغو، سوڙهن پانچن وارِي سلوارَ ۽ مٿي تي کُلي جهڙي ٽوپِي. سياري جِي موسِمَ ۾ جانورن جي کلَ جا ڪوٽَ پائِينِ.

هِتي جي ماڻهن جو ڌنڌو آهي رِڍن ۽ بڪرين جا ڌَڻَ پالڻ. اُنهن جي کلنِ، پشمَ ۽ ڏاسَ جو واپار ڪرڻ. هُو ڪاٽين ۾ ڪوتائِيءَ جو ڪم بہ ڪن ٿا.

جبلن جي وچ ۾ هيٺ ڪري هِن رياستَ جي هيٺاهِين زمين برسات جي پاڻيءَ سان پرجِي وڃي ٿي، اُن ڪري گهاٽا ٻيلا ۽ ساوا گاهَ پيدا ٿين ٿا. ڪن ٽُڪرن تي پوک پڻ ٿئي ٿِي. هِتي ميوا جهڙوڪ: صوفَ، انگورَ، ڏاڙُهون وغيره جام ٿين.

هِيءَ رياستَ لواري لَڪَ رستي خيبر پختونخوا صوبي جي ٻين شهرن سان ڳنڍيل آهي. چوڌارِي جبلن هيٺ ڪري هِتي برف گهڻي پوي ٿِي. تڏِ واري عرصي ۾ جبلن ۾ رهندڙ ماڻهو سڄو ڏِينهُن گهرن ۾ باهه ٻاريو ويٺا هوندا آهن. منجهانئن ڪيترائي ماڻهو هِن موسِمَ ۾ پاڪستانَ جي ٻين علائقن ۾ وڃِي، محنتَ مزُوري ڪندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- چترال رياست ڪٿي آهي؟
2- هن رياست جا ماڻهو ڪهڙي قسم جا آهن؟
3- هتي جي ماڻهن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي آهي؟
4- چترال ۾ ڪهڙي آبادي ٿيندي آهي؟
5- چترال ۾ ڪهڙا معدني خزانا موجود آهن؟
6- چترال جا ماڻهو سياري جي موسم ۾ ڪيڏانهن ويندا آهن؟

### (ب) هيٺين جملن مان صفت ڳوليو:

1- چترال هڪ پراڻي رياست آهي.
2- هُو ڊگهو چوغو پائين ٿا.
3- هتي جا ماڻهو دلير ۽ بهادر آهن.
4- هتي صوف، انگور جام ٿين ٿا.

سَبق ٻاويهون

# قومِي اتحادُ

ڪنهن بہ قومَ جي ترقيءَ جو دارومدارُ، اُن جي قومِي اتحادَ تي آهي. جنهن قوم ۾ ٻَڌِي ۽ ايڪو نہ آهي، اُها دنيا جي تختي تان تباهہ ۽ برباد ٿِي وِيندي ۽ وَرِي اُيرِي نہ سگهندِي. تاريخ جي مطالعي مان پتو پوي ٿو، تہ ڪيترين ئي قومون بي اتفاقِي ۽ نفاق سبب هميشہ لاءِ ختم ٿي ويون.

اسان جي وطنَ پاڪستانَ ۾ چار صوبا آهن. هر صوبي ۾ مختلف قبيلن ۽ ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا ۽ مختلف زبانون ڳالهائِين ٿا. اِن هوندي بہ اسان سڀ هڪ پاڪستانِي قوم آهيون. پاڪستانَ اسان جي گهرَ مثل آهي، جنهن ۾ اسِين سنڌِي، پٺاڻ، بلوچ، بروهِي ۽ پنجابِي سڀ گڏجِي رهون ٿا. جهڙيءَ طرح هڪ گهر جا ڀاتِي پاڻَ ۾ قُربَ ۽ محبتَ سان گڏ رهندا آهن، اهڙيءَ طرح اسان کي بہ پيار ۽ محبتَ سان رهڻ گهرجي، ۽ هڪ ٻئي جي تڪلِيفَ کي پنهنجِي تڪلِيفَ سمجهڻ گهرجي.

اسان سڀني جو پيدا ڪندڙ هڪ الله آهي ۽ مذهب بہ هڪ آهي. اسين سڀ پاڻ ۾ ڀائرَ آهيون. اسان مان ڪنهن بہ هڪ کي ٻئي تي فوقيت نہ آهي. اسِين سڀ پاڪستانِي هڪ جسمَ جي عضون وانگر آهيون. جڏهن جسمَ جي ڪنهن بہ هڪ عضوي ۾ سُورُ هوندو آهي، تہ سارو جسمُ بي قرارُ ٿِي وِيندو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن هڪ پاڪستانِيءَ کي ڪا تڪلِيف ٿئي، تہ اُن جو ٻين پاڪستانين کي احساس ٿيڻ گهرجي.

اتفاقَ ۽ اتحادَ ۾ وَڏِي طاقتَ آهي. اسان سڀنِي پاڪستانين کي جُڳائي تہ پاڻَ ۾ قومِي جذبو قائم رکون پاڻ ۾ رِلِي مِلِي رهون ۽ هڪ ٻئي سان ساٿ ڏيئِي، پنهنجي ملڪَ جي تعمِيرَ ۽ ترقيءَ ۾ حصو وٺون.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- قوم جي ترقيءَ جو دارومدار ڪهڙي ڳالهہ تي هوندو آهي؟
2- اسان جي ملڪ ۾ ڪيترا صوبا آهن؟
3- اسان پاڪستانين کي ملڪ اندر ڪيئن رهڻ گهرجي؟
4- اتحادَ ۽ اتفاقَ سان رهڻ ڪري اسان کي ڪهڙو فائدو ملندو؟

## (ب) خالي جاين تي مناسب لفظ وجهي جملا پورا ڪريو:

1- گهر جا ڀاتي پاڻ ۾ قرب سان................ آهن.

2- اسين پاڪستاني هڪ جسم جي....................... وانگر آهيون.

3- اسين سڀ پاڻ ۾ ............................ آهيون.

# لِحاظ ( بيت )

اَبا! رک تـــون پاڻئون وڏن جو لحاظُ،
رکـــن تنهنجو تان پڻ ننڍا کو لحاظُ.

پـــراون يـــا پنهنجن ۾ گهر يا ٻَهـــر،
جتي تون هجين، کم اچي تو لحاظُ.

تا پڙهجن ۽ ٻُڌجن جي اخلاقَ نيک،
اُنهن مِڙنِي مان آهي خاصو لحاظُ.

لحاظ آهي جنهن کـــي نہ ماڻهوءَ سندو،
انهيءَ کـــي خـــدا جو نہ هوندو لحاظُ.

نہ ماڻهو چوڻ گهرجي اُن کي "قليچ"،
نہ ماڻهن ٻين جـــو رکي جـــو لحاظُ.

- مرزا قِليچ بيگ

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سيني اخلاقن ۾ نيک اخلاق ڪهڙو آهي؟
2- ڪهڙو ماڻهو خدا جو لحاظ نہ ٿو رکي؟
3- شاعر ڪهڙي ماڻهوءَ کي ماڻهو نہ ٿو سڏي؟

### (ب) هيٺين شعرن کي مڪمل ڪريو:

- تا پڙهجن ۽ ٻڌجن جي .................. نيک،
  انهن مڙني مان آهي خاصو......................
- لحاظ آهي جنهن کي نہ................. سندو،
  انهيءَ کي ................ جو نہ هوندو لحاظ.

سَبق چوويهون

# 14- آگِسٽ

هَر قوم جي تاريخ ۾ ڪن ڏِينهَنِ جي خاص اهميتَ هُوندِي آهي. اُنهن ڏِينهنِ جِي حيثيت حاصل هوندي آهي. اُهڙن ڏِينهَن ۾ آزاديءَ جي ڏِينهَن جِي اهميت سڀنِي کان وڌيڪ هُوندِي آهي. آزادِيءَ جي ڏِينهَن کي هر قوم ڏاڍِي ڌامِ ڌومِ سان ملهائِيندِي آهي.

14- آگسٽ پاڪستانَ جي آزادِيءَ جو ڏِينهُن آهي. 14- آگسٽ 1947ع تي اسين انگريزن ۽ هندن جي غلامِيءَ مان آزاد ٿياسِين، پاڪستانِي قوم اُن ڏِينهَن کي ”آزادِيءَ جي عيدَ“ ڪري ملهائِيندِي آهي ۽ ڏٽِي تعاليٰ جا شڪر بجا آڻِيندِي آهي، جنهن ڪيس آزادِيءَ جي نعمتَ عطا ڪئِي آهي.

اسان کي اِهو ياد رکڻ گهرجي، تہ ڪنهن بہ قوم کي آزادي گهرَ ويٺي ڪانہ ملندِي آهي. آزادِي حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪرِڻي پوندِي آهي. گڏيل هندستانَ جي مسلمانن، پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور جاکوڙ ڪئِي ۽ انيڪ قربانيون ڏنيون. قائداعظم محمد علي جناحؒ جي صحيح

رهنمائِيءَ ۾، مسلمانَ آزادُ وطنُ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. 14- آگسٽ جو ڏِينهُن اسان کي اُن جاکوڙ ۽ قربانين جي ياد ڏياريندو آهي.

14- آگسٽ ملهائڻ لاءِ ڪيترا ڏِينهَن اڳواٽ تياريون شَروع ٿِي وِينديون آهن. گهرن، دڪانن، بازارين، تعليمِي ادارن ۽ آفيسن کي جهنڊ تاري واري جهنڊين سان سينگاريو وِيندو آهي. مُلڪَ جُون پريسون ڏِينهن رات جهنڊيون، اسٽيڪر ۽ پوسٽر ڇاپِينديون آهن. ريڊيو ۽ ٽيلِيوِيزن تان اهڙين تيارين جون خاص رپورٽون نشر ڪيون وينديون آهن. 14- آگسٽ وارِي رات خانگِي توڙي سرڪارِي عمارتن تي چراغان ڪيو وِيندو آهي.

14- آگسٽ واري ڏِينهَن جِي آجيان، مسجدن ۾ ملڪَ ۽ قومَ جِي سلامتِي ۽ ترقيءَ جي دعائن سان ڪئِي وِيندِي آهي. پاڪستانَ جو صدر پريزيڊنسيءَ ۾ قومي جهنڊو ڦڙڪائِيندو آهي. نيڪ ان مَهلَ صوبائِي گادِيءَ وارن هنڌ تي گورنر قومي جهنڊو ڦڙڪائِيندا آهن. سائرن وڄايا وِيندا آهن هر شيءِ جتي هوندِي آهي. اتي بِيهِي رهندِي آهي. پوءِ پورِي قومَ هڪ آواز ٿِي قومي ترانو ڳائِيندِي آهي. اِئين آزادِيءَ جِي عيدَ جي تقريبن جو آغاز ٿِي وِيندو آهي.

14- آگسٽ تي عام موڪل هوندِي آهي. اُن ڏِينهَن اخبارُون خاص نمبر ڪڍنديون آهن. ريڊيو ۽ ٽيلِيوِيزن تان خاص پروگرام نشر ڪيا وِيندا آهن ۽ سوشل ميڊيا تي پڻ هن ڏينهن جي اهميت بابت پچارَ ٿيندي آهي.

اسان کي گهرجي، ته 14- آگسٽ تي عهدُ ڪريون، ته اسين وڏا ٿِي پنهنجي پياري پاڪستانَ جي خدمت ڪنداسِين ۽ اُن جِي سلامتيءَ ۽ ترقِيءَ لاءِ ڏِينهُن رات محنتَ ڪنداسِين.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- پاڪستان جي آزاديءَ جو ڪهڙو ڏينهن آهي؟
2- 14- آگسٽ تي اسان ڪنهن کان آزادي حاصل ڪئي هئي؟
3- آزاد وطن حاصل ڪرڻ لاءِ مسلمانن جي ڪنهن رهنمائي ڪئي؟
4- 14- آگسٽ تي اسان کي ڪهڙو عهد ڪرڻ گهرجي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| جاڪوڙ | انيڪ | وڏيڪ | چوٽڪارو |
|---|---|---|---|

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| خاص | | صحيح | |
|---|---|---|---|
| غلامي | | شروع | |
| ڏينهن | | ڪامياب | |

### سَبق پنجويهون

# عِيدُالفِطر

مسلمانَ هر سال ٻہ عِيدون مَلهائِيندا آهن. اُنهن مان پهرِين عِيدَ، رمضان شرِيف گذرڻ کان پوءِ پهرين شوال تي ملهائِي وِيندِي آهي. اُن عِيد جو نالو آهي ’عِيدالفطر‘. هِن عِيد جو اِهو نالو اِن ڪري پيو جو اِن عيد تي مسلمان فطرو ڏِيندا آهن.

رمضان شريف ٻلارو ۽ برڪتَ وارو مهِينو آهي. هِن مهِيني ۾ اسان جي نَبِي ڪرِيم صلّي الله عليه وآلهٖ وسلّم تي قرآن شريف نازل ٿيو هو. هِن مهيني ۾ روزا رکبا آهن ۽ قرآن شريف جي تمام گهڻي تلاوت ڪئي وِيندِي آهي.

عِيد واري ڏِينهَن، ننڍا توڙي وڏا وهنجِي صاف ڪپڙا پائِيندا آهن. ان ڏِينهن مسلمان پهريائِين فطرو ڪڍندا آهن، پوءِ عيدگاهُ ڏانهن عِيد نماز پڙهڻ وِيندا آهن. فطرو روزن جي خوشيءَ ۾ الله تعاليٰ جي نالي غريبن کي ڏنو وِيندو آهي. فطرو پئسن خواهه اَناج جي صورت ۾ پڻ ڏنو وِيندو آهي.

عيد نماز پڙهڻ لاءِ عيد گاهُ ۾ پري پري کان ماڻهو اِيندا آهن. عِيد نماز پڙهڻ کان پوءِ خوشيءَ وچان هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي ملندا آهن، ۽ هڪٻئي کي عِيد مبارڪ پڻ ڏِيندا آهن.

هِن ڏِينهَن تي ٻارن جِي خوشي ڏسڻ وٽان هوندِي آهي. هُو نوان ڪپڙا پائي، خوشيءَ ۾ ڪونہ ماپندا آهن، ۽ هيڏانهن هوڏانهن ٽپندي ڪُڏندي نظر اِيندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- مسلمان ڪيترين عيدون ملهائيندا آهن؟
2- عيدالفطر تي اهو نالو ڇو پيو آهي؟
3- فطرو ڇو ڏبو آهي؟
4- عيد ڏينهن ٻار ڪيئن نظر ايندا آهن؟

### (ب) هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| برڪت | فطرو | صاف | ماپندا |
|---|---|---|---|